## بينظير جو قتل: منصوبو ڪنهن جو هو ؟

**عامر مير**
**ترجمو: شفقت قادري**

---

## مولانا ابوالڪلام آزاد جو پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ دهليءَ ۾ مسلمانن سان تواريخي خطاب

**ترجمو: پرويز سولنگي**

---

## سنڌي هاري

**ڪليڪٽر مسعود کدرپوش**



**فري- ٿنڪرس فورم**
**حيدرآباد، سنڌ**

**مئي 2011**

# بينظير جو قتل: منصوبو ڪنهن جو هو؟

عامر مير - ترجمو: شفقت قادري

هي انٽرويو عامر مير جي ڪتاب ’ دي ٽو مرڊر ٽرائل - فرام وزيرستان ٽو جي ايچ ڪيو‘ تان کنيو ويو آهي. عامر مير هڪ مشهور تحقيقاتي صحافي آهي جنهن کي سال 2006 جو بهترين تحقيقاتي صحافت جو ايوارڊ پڻ ڏنو ويو پر جمهوريت جي هن متوالي صحافيءَ آمر جنرل مشرف کان اهو ايوارڊ وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. سزا طور سندس لکڻين تي پاڪستان ۾ ڇپجڻ تي پابندي مڙهي وئي ۽ ’سچ، سچ‘ ڪندڙ پاڪستاني اخبارون هن جي ڪا به لکڻي ڇاپڻ کان ٽاري واري ويٺيون. سندس ڪتاب ’دي ريئل فيس آف جهاديز‘ ۽ ’طالبانائيزيشن آف پاڪستان‘ پڻ ڇپجي چڪا آهن .

’جيڪڏهن مونکي ماريو ويو ته توهان مشرف کي منهنجو قاتل سمجهجو‘. هي لفظ هئا جيڪي بينظير مونسان ٽيل ون_ٽو_ون آف دي رڪارڊ ملاقات ۾ به پيرا ورجايا. اها ملاقات سندس قتل کان ڪجهه هفتا اڳي 13 نومبر 2007 تي سينيٽر لطيف کوسي جي گهر ۾ ٿي هئي. ملاقات کان ڪجهه ڪلاڪ پوءِ پنجاب حڪومت مٿس نظربنديءَ جو حڪم جاري ڪري ڇڏيو هو ته جيئن هومشرف خلاف اسلام آباد ڏانهن ’لانگ مارچ‘ نه ڪري سگهي. ڪراچيءَ واري حملي بابت ڳالهائيندي هن چيو ته وطن ورڻ کان اڳ ئي کيس خبر هئي ته مٿس اهڙي قسم جا بزدلاڻا حملا ڪيا ويندا. هُن وڌيڪ وضاحت ڪندي چيو ’توهان تي واضع ڪري ڇڏيان ته ڪراچيءَ وارو خودڪش حملو مشرف جي پٺڀرايءَ کانسواءِ ممڪن ئي ڪونه هو‘.

سندس قتل جي خدشن بابت منهنجي لکيل هڪ ليک ’بينظير کي ڪير منل ڏسڻ چاهي ٿو؟‘ جي ساراه ڪندي چيائين ’ توهان جو ليک تمام مفصل ۽ واضع هو ۽ مون اهو گهڻي دلچسپيءَ سان پڙهيو هو. توهان جو ڪتاب (جهادين جو اصل چهرو) به پڙهيو اٿم ۽ اِهو ڪتاب منهنجي لئبرريءَ جو حصو آهي. پڪ ڄاڻو ته توهان جي ڪتاب پاڪستاني جهادي مافيا بابت مونکي گهڻو ڪجهه سيکاريو آهي‘. ٿوري ساهيءَ کانپوءِ چيائين ’جي توهان پنهنجي ڪتاب جو نالو ( جهاديءَ جو اصل چهرو) رکو ها ته به ڪتاب جو مقصد واضع ٿي وڃي ها‘. سندس اشارو مشرف ڏانهن هو چو ته هوءَ سمجهندي هئي ته مشرف ،وشن خياليءَ جي دعوائن جي ابتڙ اندر ۾ هڪ ڳجهو جهادي آهي. پنهنجي ڪتاب جو آخري بابَ ’ مشرف روشن خيال آهي يا جهادي؟‘ ۾ پڻ مون اها ئي ڳالهه ثابت ڪئي هئي.

بينظير وڌيڪ ڳالهائيندي چيو ’اصل ۾ توهان سان ڪجهه اهم معلومات جي ڏي وٺ ڪرڻي آهي پر اوهان واعدو ڪريو ته ڪڏهن به مونکي ان معلومات جي حوالي طور پيش نه ڪندا‘. مون هائوڪار ڪئي ۽ بينظير ڳالهه کي اڳتي سوريو .

توهان کي خبر آهي ته 18 آڪٽوبر واري ڪارساز حملي ۾ ڪير ملوث هو؟‘

’ اُهي جن جا نالا توهان مشرف ڏانهن لکيل خط ۾ ڏنا آهن‘. مون وراڻي ڏني. بينظير وري پيو

سُوال ڪيو:

'توهان کي خبر آهي تہ هُو ڪنهن جي لاءِ ڪم ڪندا آهن؟'

'مشرف لاءِ'، مون وراڻيو.

ڳالھ جي اصل نڪتي تي اچڻ خاطر چيائين: 'پوءِ اها ڳالھ ڪنهن ڏانهن اشارو ٿي ڪري؟'.

'ڇا توهان کي جنرل مشرف تي شڪ آهي؟' مون ڪائنس سُوال ڪيو.

'مونکي شڪ نہ پر پڪ آهي تہ اهو حملو مشرف ڪرايو هو ۽ مون وٽ ان جا اهم ثبوت پڻ موجود آهن'. مان هَڪو ٻَڪو ٿي ويس ۽ کيس چيم: 'جي اهو سچ آهي تہ پوءِ توهان اها ڳالھ عوام آڏو ظاهر ڇو نہ ٿا ڪريو؟'

بينظير چيو، 'مفاهمت واري ماحول جي ڪري مان ائين نہ ٿي ڪري سگهان. مشرف نہ ٿي چاهيو تہ مان چونڊن کان اڳ وطن وران ۽ منهنجي واپسيءَ تي هو مڇرجي پيو آهي ڇو تہ سندس راند هيٺنر خراب ٿي سگهي ٿي'.

جلاوطنيءَ دوران مشرف حڪومت تي سندس ڇتي تنقيد باوجود بينظير جي وطن واپسي مشرف ۽ سندس وچ ۾ ٿيل هڪ 'ڊيل' جي ڪري ممڪن ٿي، ان 'ڊيل' ۾ پرڏيهي طاقتن پڻ بنيادي ڪردار ادا ڪيو هو. ان 'ڊيل' جو مقصد بينظير جي واپسيءَ جي راھ هموار ڪرڻ هو تہ جيئن هوءَ چونڊن ۾ پنهنجي پارٽيءَ جي اڳواڻي ڪري سگهي. ان ڪري کيس خدشو هو تہ ڪا بہ اڳرائيءَ واري پاليسي مشرف کي وڏيڪ مڇرائيندي ۽ هو سندس راھ ۾ وڏيڪ روڙا اٽڪائيندو. بينظير چيو تہ وطن واپسيءَ کان ڪجھ هفتا اڳ مشرف کيس نياپو موڪليو هو تہ 'پاڪستان ۾ حالتون ٺيڪ نہ آهن ۽ خاص ڪري لال مسجد واري واقعي کانپوءِ رجعت پسند مذهبي اڳواڻ توڙي جهادي ڌريون ميڊيا پاران هلايل توهان جي جهاد- وروڌي بيانن تي ڏمريا پيا آهن. سو توهان لاءِ بهتر ٿيندو جي توهان 2008 جي چونڊن کانپوءِ واپس اچو'. بينظير پنهنجي ڳالھ جاري رکندي چيو 'پر مون واضع لفظن ۾ کيس چوائي موڪليو تہ ڪهڙيون بہ حالتون هجن، مان چونڊن ۾ پنهنجي پارٽيءَ جي اڳواڻي ضرور ڪنديس'. مشرف جوابئ وري چتاءَ ڏنو، 'حڪومت کي توهان جي حفاظت بابت ڪٺڪو آهي جو اطلاع آهن تہ ڪيترائي جهادي گروھ توڙي فرد توهان کي مارڻ چاهن ٿا'. بينظير چوائي تہ هن مشرف کي چورائي موڪليو تہ جي ڳجهن ادارن کي سندس قتل جي منصوبن جي خبر پنجي سگهي ٿي تہ پوءِ اهڙن منصوبن جي ٺاهيندڙن کي گرفتار ڇو نہ ٿو ڪيو وڃي؟ پر مشرف کيس ڪا بہ ورندي نہ ڏني.

بينظير انڪشاف ڪندي چيو ' مونکي ڪجھ همدرد ذريعن وٽان ڄاڻ ملي آهي تہ ڪارساز واري حملي جي منصوبہ بندي پاڪستاني ڳجهن ادارن ۽ اسٽبلشمينٽ ۾ ويٺل اعليٰ سطح جي عملدارن ڪئي هئي. اسٽبلشمينٽ ۾ ويٺل منهنجن مخالفن القائده سان سلهاڙيل هڪ جهادي قاري سيف الله (حرڪت الجهادي اسلامي پاڪستان جو سرغنوجيڪو 1995 ۾ بنياد پرست فوجين سان گڏجي بينظير جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ واري سازش ۾ پڻ شامل هو). حڪم (۽ ڏوڪڙ -ٺيھ لک روپيا) ملڻ شرط قاري سيف الله هڪ ٻئي جهاديءَ نالي مولوي عبدالرحمان اوٺو عرف عبدالرحمان سنڌي- دادوءَ جي رهواسي هن بنياد پرست جهاديءَ جو

تعلق لشڪرِ جهنگوي سان آهي- ڪي ڪراچيءَ ۾ منهنجي استقبالي ريليءَ تي خودڪش حملو ڪرڻ جو ڪم ڏنو.'

بينظير چيو ته 'ويساهه جوڳن ذريعن طرفان خبر ملي ته عبدالرحمان سنڌيءَ کي 2004 ۾ ڪوئٽيءَ جي محلي خدا ڪي بستيءَ مان گرفتار ڪيو ويو هو ڇو ته هُو 2002 ۾ آمريڪي ڪلچرل سينٽر ڪراچيءَ وارن بم ڌماڪن ۾ ملوث هو. پر ان مولويءَ کي منهنجي وطن واپسيءَ کان ٿورو وقت اڳ آزاد ڪيو ويو.'

مون کائنس سُوال ڪيو. 'پر قاري سيف الله تي شڪ ڪيئن ٿو ڪري سگهجي ڇو ت سال 2003 ۾ مشرف تي ٿيل حملي جي منصوبہ بنديءَ جي الزام تحت هو جيل پوڳي رهيو آهي؟'

بينظير ورائيو 'مان بہ ائين سمجهندي هيس پر مشرف حڪومت کيس آزاد ڪري ڇڏيو آهي. ان ڪري مشرف جي ويجهن ساٿين وسيلي مون کيس پيغام پهچايو ت قاري سيف الله جهڙن جي رهائيءَ جهڙا عمل شڪ کي پڪ ۾ بدلائن ٿا ۽ مونکي يقين ٿي ويو آهي تہ مون تي ڪو بہ حملو حڪمرانن ۽ اسٽيبلشمينٽ جي مرضي ۽ منشاء کانسوءِ ممڪن ئي ڪونهي.'

مون کائنس پڇيو ' ڇا مان هن ڳالھ بولھ جا ڪجھ ٽڪرا اخبار ۾ ڇاپي سگهان ٿو؟'

بينظير مشڪندي چيو ' توهان سان نويڪلائيءَ ۾ ملڻ جو منهنجو مقصد اهو ئي هو تہ توهان وسيلي ڪي ڳالهيون عوام آڏو اچي سگهن. حقيقت هيءَ آهي تہ آڪٽوبر 2007 جي پهرين هفتي ۾ جڏهن آءٌ اڃا لنڊن ۾ هيس تہ پاڪستاني ڪجهن ادارن ۾ موجود منهنجن ذريعن طرفان اطلاع مليو تہ پڪا ثبوت آهن تہ 'ڪو' شخص منهنجو قتل ڪرائڻ چاهي ٿو ۽ پوءِ وري الزام جهادين تي مڙهيو ويندو. مونکي اهي بہ اطلاع آهن تہ ڪجهن ادارن جي ڪجھ حاضر سروس ۽ رٽائرڊ آفيسرن ۽ جهادي ڌرين کي (منهنجي قتل) جو ڪم سونپيو ويو آهي.'

'جڏهن مون وڌيڪ معلومات ورتي تہ منهنجي حيرت جي انتها نہ رهي. جحادين کي منهنجي پويان بچيندڙ ڪجهي اداري طرفان مولوي عبدلرحمان سنڌيءَ کي 30 لک روپيا ڏنا ويا آهن تہ جيئن هو منهنجي ڪراچيءَ واري استقبالي ريليءَ تي خودڪش حملو ڪرائي سگهي. منهنجن ذريعن وڌيڪ ٻڌايو تہ مولوي رحمان القائده جي اڳوڻي چيف آپريشنل ڪمانڊر ابو زبيده سان پڻ گڏ ڪم ڪري چڪو آهي. حيرت جي ڳالھ اها آهي تہ القائده سان ايترو گهرو واسطو رکندڙ مولوي رحمان کي پاڪستاني اختيارين ثبوت نہ هئڻ جو عذر ڇاڻائي آزاد ڪري ڇڏيو!

افغانستان حڪومت طرفان مونکي معلومات ملي آهي تہ منهنجي قتل جو منصوبو تيار ٿي رهيو آهي، سو پاڪستان ورڻ کان اڳ ئي مون مشرف کي ان ڏس ۾ هڪ خط لکيو ۽ اها سڄي معلومات کيس پهچائي، گڏو گڏ سازش ۾ ملوث ڪجھ ماڻهن جا نالا بہ کيس ٻڌايا.'

بينظير مطابق جن ماڻهن جا نالا هُن مشرف کي موڪليا ۽ جيڪي ڪارساز سانحي جا ذميوار هئا تن ۾ گهڻائي آءِ.ايس.آءِ سان واسطو رکندڙن جي هئي. انهن ۾ مشرف جو ويجهو- آءِ. بي. اي جو ڊاريڪٽر جنرل- برگيڊيئر اعجاز شاه بہ هو جيڪو ان کان اڳ آءِ.ايس. آءِ پنجاب جو چيف پڻ رهي چڪو هو. بينظير چيو 'اعجاز شاه جا جهادين سان واسطا ڪنهن کان ڳجها ڪونهن. آمريڪي صحافي ڊينيل پرل جو قاتل شيخ عمر سعيد آءِايس.آءِ لاءِ ڪم ڪندو هو ۽ اعجاز شاه سندس چڱو مڙس هو. اهو اعجاز شاه ئي هو جنهن پنجاب جي هوم سيڪريٽريءَ

جي حيثيت ۾ شيخ عمر سعيد کي سنڌس گرفتاريءَ کان اڳ ڪيترائي ڏينهن پنهنجي گهر ۾ ڪي پناهه ڏني هئي. بينظير چيو ته افغانستان سرڪار ڪارساز سانحي ۾ ملوث ڪجهه ماڻهن جا نالا ۽ ايڊريسون ڪيس بڌايون ۽ اها معلومات هُن مشرف ڏانهن موڪلي هئي. افغان سرڪار اها معلومات پاڪستاني سرڪار کي اڳ ئي ڏني چڪي هئي. افسوس جي ڳالهه اها آهي ته هر شيءِ جي خبر هوندي به ڪراچيءِ وارو سانحو ٿيڻ ڏنو ويو، جنهن ۾ 170 ماڻهو مارجي ويا جن جو ڏوهه صرف اهو هو ته هو جمهوريت لاءِ جدوجهد ڪندڙ پنهنجي وطن ورندڙ اڳواڻ جو استقبال ڪرڻ آيا هئا. ڪراچي واري سانحي ڪانپوءِ مونکي احساس ٿيو ته مشرف ڏانهن رڳو سنڌس ڪمدارن جا نالا لکي موڪلي مون غلطي ڪئي. مونکي احساس ٿيو ته پنهنجي سڀ کان وڏي دشمن (مشرف) جو نالو نه کئي مون ڄڻ ته پنهنجي موت جي پرواني (ڊيٿ وارنٽ) تي صحيح ڪري ڇڏي آهي. مونکي احساس ٿيو ته مشرف منهنجي خط کي پنهنجي مقصد لاءِ پڻ استعمال ڪري سگهي ٿو.

'ڇا مطلب؟' مون سُوال ڪيو.

مشرف کي خط لکڻ وقت مونکي اهو احساس ئي نه هيو ته مان پنهنجي سڀ کان وڏي دشمن کي هڪ قسم جو اجازت نامو لکي ڏئي رهي آهيان- ان غلطيءَ جا خراب نتيجا پڻ نڪري سگهن ٿا'. بينظير ورندي ڏني. سنڌس وفات ڪانپوءِ خبر پئي ته بينظير پنهنجي غلطيءَ جو ازالو ڪرڻ واسطي هن هڪ ٻيو خط هڪ اهم ماڻهو(مارڪ سيگل) کي لکيو جنهن ۾ هن مشرف کي پنهنجو حقيقي دشمن قرار ڏنو.

مون ڪانئس ڪيترائي سُوال ڪيا. ڇا اوهان نئين خط ۾ مشرف جو نالو ورتو آهي؟ مشرف توهان کي ڇو قتل ڪرائڻ چاهيندو جڏنهن ته توهان جون ڳالهيون مشرف سان هلي رهيون آهن؟ نئون خط ڪنهن کي لکيو آهي؟ وغيره بينظير مشڪندي جواب ڏنو. 'عامر صاحب! هڪ ڳالهه ذهن ۾ آڻي ڇڏيو ته جنرل مشرف سميت استبلشمينٽ سان لاڳاپيل اُهي سڀئي ماڻهو جيڪي چوندن ڪانپوءِ اقتدار وڃائڻ جي خوف ۾ آهن، سي منهنجا دشمن آهن. هن وقت مان توهان کي ڪجهه وڌيڪ نه ٿي ٻڌائي سگهان پر جي مان قتل ٿي وڃان ته توهان مشرف کي ئي منهنجو قاتل سمجهجو!'

خدا جي پناهه! جيتريقدر مونکي خبر آهي ته مشرف آمريڪين کي توهان جي حفاظت جي ضمانت ڏني آهي.'

بينظير چيو، 'بلڪل نه! مشرف آمريڪين کي اهڙي ڪابه ضمانت ناهي ڏني. مشرف بدلو وٺڻ لاءِ اهو سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو جيڪو توهان سوچي به نٿا سگهو! منهنجي وطن واپسيءَ ڪانپوءِ مشرف وڌيڪ سوڙهو ٿيو آهي، صدارت ڇڏڻ ۽ وردي لاهڻ لاءِ مٿس دٻاءُ وڌيو آهي.

'مطلب آمريڪي مشرف کي گهر پيڙو ڪرڻ لاءِ آماده ٿي ويا آهن؟' مون سُوال ڪيو. بينظير ورائيو. 'اهو رڳو ان صورت ۾ ئي ممڪن ٿيندو جڏهن پاڪستان جو عوام چاهيندو. مشرف کي سُڌ آهي ته عوام مونکي ۽ پي.پي.پي کي پسند ڪري ٿو، ان لاءِ ئي مشرف کي مونکان نفرت آهي ۽ هو مونکي پنهنجي رستي تان هٽائڻ گهري ٿو ڇو ته مان سنڌس راهه ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ آهيان.

'جي توهان سمجهو ٿا تہ مشرف ان حد تائين وڃي سگهي ٿو جو ڪراچي وارو واقعو سندس منشاء ڪانسواءِ ممڪن نہ هو تہ پوءِ توهان پنهنجي حفاظت لاءِ ڪي جوڳا اُپاءَ ڪيا آهن؟ ڇا اِهي حقيقتون عوام آڏو ايندين؟' مون ڪائنس سُوال ڪيو.
بينظير وراڻيو، 'جڏهن وقت آيو تہ توهان کي وڌيڪ معلومات ملي ويندي، في الحال اهو ئي ڪافي آهي جيئن مان اڳئي چئي آهيان: جي منهنجو قتل ٿئي تہ مشرف کي ئي منهنجو قاتل سمجهجو!
مون ڪيس چيو، ' مان اميد ٿو ڪريان تہ توهان کي ڪو بہ نقصان نہ رسي، پر جي توهان قتل ٿي وڃو ۽ مان مشرف کي توهان جي قاتل طور نالو ڪڻي بہ ڇڏيان تہ ان سان ڪهڙو فرق پوندو؟ توهان کي ها سڀني معامرا عوام آڏي رکڻ کپن، ڇاڪاڻ جو جي مشرف اهڙي سازش سٽي بہ ٿو تہ بہ ٿي سگهي ٿو تہ عوامي دٻاءَ تحت ائين ڪرڻ کان مڙي وڃي.'
بينظير چيو، ' مونکي پڪ آهي تہ مشرف پنهنجي سازش تي عمل ضرور ڪندو ۽ جي هينئر مان سندس نالو ڪڻي ورتو تہ هو ايندڙ چونڊن ۾ خاص ڪري منهنجي حصي وٽڻ سميت پارٽي لاءِ وڌيڪ مسئلا پيدا ڪندو. پر ان جو مطلب اهو بہ ڪونهي تہ مان ڪجهہ بہ نہ ڪنديس ۽ کيس سندس سازش ۾ ڪامياب ٿيڻ ڏينديس. ڪجهہ اهم ماڻهن کي مون اعتماد ۾ ورتو آهي ۽ کين سڀني معاملن جي آگاهي ڏيندي رهي آهيان، خاص ڪري مون کي درپيش خطرن جي، تہ جيئن منهنجن دشمنن کي اهو احساس هجي ٿي جي هو مونکي مارائڻ ۾ ڪامياب ٿي بہ ويا تہ بہ کين قتل جي تحقيق ذريعي مجرم ثابت ڪري سزا ڏني سگهجي ٿي جيئن لبنان جي وزير اعظم رفيق حريريءَ جي قتل جي تحقيق گڏيل قومن پاران ڪئي وئي.
بينظير جي قتل کان پوءِ مونکي احساس ٿيو تہ هو ڪهڙن 'اهم' ماڻهن بابت ڳالهائي رهي هئي. هن ڪارساز سانحي کانپوءِ سڌت ئي 26 آڪٽوبر تي مارڪ سيگل کي هڪ اي-ميل موڪلي جنهن ۾ بينظير قاتل طور مشرف جو نالو ورتو هو. بينظير قتل ٿي وئي، سندس اي-ميل بہ عوام آڏو آئي پر سندس قاتل کي ڪجهہ بہ نہ ٿيو.

**هندو-مسلم اتحاد**

جيڪڏهن هڪ فرشتو بہ آسمان جي بلندين کان هيٺ لهي اچي ۽ دهليءَ جي قطب مامينار تي چڙهي اعلان ڪري تہ سوراج (خودمختياري) چوويهن ڪلاڪن اندر ملي سگهي ٿي بشرطيڪہ هندوستان هندي- مسلم اتحاد کان دستبردار ٿي وڃي، تہ مان سوراج کان دستبردار ٿيندس. ڇاڪاڻ جو سوراج ملڻ ۾ دير صرف هندستان جو نقصان آهي، پر هندو- مسلم اتحاد جو خاتمو عالم انسانيت جو نقصان آهي- مولانا ابوالڪلام

**مسلمان عوام جي نفسيات**

افسوس ! تہ اوهان حقيقي ۽ سچي ڳالهہ ڪرڻ وارن کي مسند نٿا ڪريو. اوهان تماشن جا پوڄاري، ڪوڙ ۽ ڪسان جا غلام ۽ وقتي جذبات ۽ هيجان جي مخلوق آهيو. اوهان ۾ نہ امتياز آهي، نہ نظر، نہ اوهان ڪجهہ ڄاڻو ٿا ۽ نہ ڪجهہ سمجهو ٿا. جيتري جلدي ڀڙڪون پري ايندا آهيو اوتري جلدي پٺي بہ ويندا آهيو اوهان جي اطاعت جيتري سهل آهي، اوهان جي ارادت جيتري سستي آهي، اوترو ئي اوهان جو انحراف آسان آهي. بس! نہ اوهان جي تحسين جي ڪا قيمت آهي، نہ ئي اوهان جي توهين جو ڪو وزن. نہ اوهان وٽ دماغ آهي، نہ دل- وسوسا آهن جن کي اوهان سوچ ۽ فڪر جو نالو ڏنو آهي! خطرا آهن جن کي اوهان عزائم سمجهو ٿا. مولانا ابوالڪلام

# مولانا ابوالڪلام آزاد جو خطاب

ترجمو: پرويز سولنگي

> هندستان جي مذهبي ٺرهن جي بنياد تي ٿيل ورهاڱي کي مسلمانن جي لاءِ واحد حل ۽ سندن وجود جي بقاءَ جو هڪ اهم امر ڪري پيش ڪيو ويو آهي. پاڪستاني تاريخدان هندستان جي مسلمانن جي ان اڳواڻن جي ويچارن تي اصل ڪڏهن ڪونه ٿا ڳالهائن. ان ورهاڱي جا نتيجا ڪهڙا نڪتا ۽ هندستان جي مسلمانن سميت سڀني عيدي کڻ تي ڇا گذري، تنهن بابت مولانا آزاد کان وڌيڪ بهتر پيو ڪير نه ٿو ٻڌائي سگهي. مولانا آزاد هڪ قومپرست هو ۽ ٻي پيرا ڪانگريس جو صدر رهيو مولانا جو خطاب 10 آڪٽوبر 1947 تي دهليءَ جي هڪ مسجد ۾ ڪيو هو. مسلم ليگ جي دوکي ۾ اچي هندوستان ۾ رهجي ويل فرقي پرست مسلمانن جي عاقبت ڇا ٿي سا مولانا آزاد کان ٻڌو.

منهنجا پيارا!

توهان ڄاڻو ٿا ته اڄ ڪهڙي شيءِ مونکي هت وٺي آئي آهي. منهنجي لاءِ هي تواريخي مسجد ۽ هي ميڙ نوان نه آهن جو مان ڪيترائي ڀيرا هن جڳهه تي توهان سان مخاطب ٿي چڪو آهيان. تڏهن مان توهان جي چهرن تي ٿڪاوٽ نه پر سڪون ڏسندو هئس، توهان جي دلين ۾ جيڪي وسوسا نظر اچن پيا، تن جي جاءِ تي اڳي اعتماد نظر ايندو هئم. پر جڏهن اڄ توهان جي اداس چهرن ۽ ويران دلين کي ڏسان ٿو ته ڪن پراڻن واقعن جي ياد ذهن تي تري ٿي اچي. توهانکي به ياد هوندو ته جڏهن مون توهان کي پڪاريو ته توهان منهنجي زبان ڪٽي ڇڏي! مون قلم کنيو ته توهان منهنجا هٿ قلم ڪري ڇڏيا! اڳتي وڌڻ چاهيم پر توهان منهنجا پير ڪٽي ڇڏيا! پاسو ورائڻ چاهيم ته توهان منهنجي چيلهه ڀڃي ڇڏي! اهو ستن سالن جو هڪ اهڙو سخت دور هو جڏهن سياسي رانديون پنهنجي عروج تي هيون ۽ مان هر پُر خطر گهڙيءَ ۾ توهان کي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس. بدلي ۾ توهان نه صرف منهنجي پُر زور استدعائن کي نظر انداز ڪيو بلڪ توهان ته انڪار جون سڀ سنتون تازيون ڪري ڇڏيون. توهان جي ان غفلت ۽ انڪار جو نتيجو اهو نڪتو آهي ته توهان کي ان خطري پوريءَ طرح وڪوڙي ورتو آهي جنهن خطري توهان کي شروع جي ڏينهن ۾ توهان جي ذهنن کي صحيح رستي تي هلڻ کان پري ڪري ڇڏيو هو. اڄ ان ڪري منهنجو وجود بيساهو ۽ منهنجو سڏ بيسود ٿي پيو پيو آهي. اڄ مان پنهنجي جيجل ماءُ (ڌرتي) هوندي به پاڻ کي يتيم پيو تصور ڪريان. پر ترسو! هن ڳالهه جو مقصد اصل اهو ڪونهي ته مون جيڪو ڪجهه چيو ۽ ڪيو پئي سو غلط هو. نه ئي منهنجي سوچ اتي اچي بيٺي آهي ته منهنجو پنهنجو وطن مون وٽ ڪونه بچيو آهي. پر هيءَ ڳالهه ڪرڻ جو مقصد صرف اهو آهي ته منهنجو دامن توهان جي چنبڙندڙ هٿن مان مايوس ٿي چڪو آهي. توهان وٽ ڪاٻه اخلاقيات، ڪوبه ضمير ڪونهي! منهنجا احساس زخمي ٿيل آهن ۽ منهنجي دل صدمن سبب پرجي آئي آهي.

توهان ٿوريءَ گهڙي لاءِ اهو سوچو ته سهي ته توهان ڪهڙو رستو اختيار ڪيو هو. ڪيستائين پهتا ۽ هن مهل ڪٿي بيٺل آهيو! ڇا توهان اُن خوف جي حالت ۾ نه جي رهيا آهيو جيڪو خود توهان جي ئي پيداوار آهيءَ توهان جي ئي ڪرتوتن جو نتيجو آهي.

توهان کي ياد هوندو ، ان ڳالهه کي گهڻو عصو نه گذريو آهي جڏهن مون توهان کي خبردار ڪيو هو ته ٻه_قومي نظريو بامقصد ۽ قابلِ عزت زندگي گذارڻ جي منافي آهي، موت جو هڪ

پيغام آهي، ان کي قبول نہ ڪجو! مون توهان کي اهو بہ ٻڌايو هو اُن ٽنبي تي ٽيڪ نہ لڳائجو جو اُهو ڪمزور آهي ۽ ٽٽي ويندو! پر توهان ڪَن لاٿار ڪئي.

منهنجا ڀائرو! توکان اهو محسوس ٿي نہ ڪيو تہ مون هميشہ سياست کي شخصيتن کان الڳ رکيو آهي. اها ئي سبب آهي جومان جڏهن بہ ڪجھ چوندو آهيان تہ هن ڪندڻ سان پريل ماٺريءَ (سياست) جي پرواهہ نہ ڪندي چوندو آهيان. ان جو نتيجو اهو نڪرندو آهي تہ توهان کي منهنجا چيل لفظ اڻ سڌيءَ طرح ٻئيءَ معنيٰ وارا لڳندا آهن پر اڄ جيڪو ڪجھ چوندم اهو بلڪ سڌو ۽ بي ڌڙڪ هوندو. ٻڌو! هندستان جو ورهاڱو هڪ بنيادي غلطي هئي. جنهن طريقي سان مذهبي وايچا وڌايا ويا، تہ ان امر سان ورهاڱو اٽڙ بڻجي ويو. بدقسمتيءَ سان ڪجھ علائقن ۾ اجا تائين اهو تفرقو ڏسي رهيا آهيون.

اڄ گذريل ستن سالن جي واقعن کي ياد ڪرڻ مان ڪو فائدو تہ نہ آهي پر تنهن هوندي بہ اهو ٻڌائڻ لازمي ٿي پيو آهي هندستان جي مسلمانن جي تباهيءَ جي سڀ کان وڏي وجھ مسلم ليگ جي رهنمائن جون غلطيون ئي آهن. اهڙا نتيجا منهنجي لاءِ حيران ڪندڙ نہ هنا چاڪاڻ جو ائين ٿيڻو هو! مونکي ان جو اندازو شروع کان ئي هو. هاڻي هندستان جي سياست نئون رخ اختيار ڪيو آهي جنهن ۾ مسلم ليگ لاءِ ڪا بہ گنجائش موجود نہ آهي. هاڻي سُوال هي آهي تہ ڇا اسان اهڙين حالتن ۾ تعميري سوچ پيدا ڪرڻ جي قابل آهيو؟ ان معاملي کي سمجهڻ لاءِ مون هندستان جي مسلمان اڳواڻن کي نومبر جي ٻين هفتي گڏجڻ جي ڪوٺ ڏني آهي.

مان هتي توهان کي اهو يقين ڏيارڀان ٿو تہ اسان جي زندگين ۾ جيڪا مايوسي آهي سا عارضي آهي ۽ يقين رکو تہ اسان کي سواءِ پنهنجو پاڻ جي ٻيو ڪوبہ شڪست ڏئي نٿو سگهي. مون هميشہ هڪ ڳالھ ڪئي آهي ۽ ساڳئي ڳالھ ورجايان پيو تہ پنهنجي مايوسيءَ ۽ وسوسن کي پاڻ کان پري ڪيو. غلط ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيو. ياد رکو هي ٽي شيون (غير يقيني، صحيح وقت تي فيصلي ڪرڻ جي کوٽ ۽ بدعملي) هڪ ٽہ-ڌاري ترار آهي جيڪا ٻہ-ڌاري ترار کان وڌيڪ موتمار آهي.

توهان صرف ان راهِ فرار بابت سوچيو جنهن کي توهان صرف ان ڪري قبوليو آهي جو ان سان 'هجرت' جو مقدس لفظ چنبڙيل آهي! پنهنجي دماغن کي استعمال ڪرڻ جي عادت وجهو ۽ پنهنجي دلين کي مضبوط ڪرڻ سکو. جڏهن ائين ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندا تہ توهان کي اندازو ٿيندو تہ توهان جا فيصلہ ڪيترا نہ ڀاراٿا هيا. پنهنجون اکيون کوليو ۽ ٻڌايو تہ ڪيڏانهن فرار ٿي رهيا آهيو؟ ڇالاءِ وڃي رهيا آهيو؟ هي ڏسو! هن مقدس مسجد جو مينار توهان کان اهو سُوال ٿو پڇي تہ توهان پنهنجي ماضيءَ جا ورق ڪيڏانهن گم ڪري ڇڏيا آهن؟

ڪالهوڪي ڳالھ ٿي تہ آهي تہ توهان جي قافلن جمنا نديءَ جي ڪنارن تي وضو ڪيا هئا ۽ اڄ توهان ان جڳھ تي رهڻ کان ڏڄي رهيا آهيو. منهجا ڀائرو!پنهنجي پاڻ ۾ ۽ پنهنجي سوچ ۾ تبديلي آڻيو. جهڙيءَ ريت ستن سالن تائين توهان جو جزبو بي بنياد هو، بلڪل اهڙيءَ ريت توهان جو هاڻو ڪو خوف ۽ مايوسي بي بنياد آهن. اڄ جيڪڏنهن ڪجھ ڄاتل سُڃاتل چهرا غائب ٿي ويا آهن تہ توهان کي فوزده ٿيڻ جي ڪانہ ضرورت نہ آهي. دراصل انهن چهرن توهان کي هڪ جڳھ تي گڏ ان ئي مقصد لاءِ ڪيو هو تہ جيئن توهان جي آڙ ۾ هتان ڪسڪي هليا وڃن. اڄ جيڪڏنهن هو توهان مان هٿ ڪڍي هليا ويا آهن تہ ڪا ڳالھ ڪونهي، توهان کي

ان ڳالھ جو يقين ڪِجڻ ڪپي تہ هو توهان مان صرف هٿ ڪڍي هليا ويا آڪن . توهان جون دليون پاڻ سان نہ کڻي ويا آهن. جي توهان سمجهو ٿا تہ توهان جون دليون توهان سان آهن تہ پوءِ پنهنجن دلين کي خدا جي جلوه گاه بڻائي ڇڏيو.

هوائون گهلنديون ۽ گذري وينديون آهن. طوفان ايندا آهن پر انهن جو وقت مختصر هوندو آهي. اهڙي ۽ طرح آزمائش جو وقت بہ پورو ٿيڻ وارو آهي. توهان پنهنجي پاڻ کي اهڙيءَ طرح تبديل ڪري ڇڏيو جو جڻ تہ توهان تي ڪڏهن ڪا آزمائش آئي ئي نہ هئي.

مان بحث ڪرڻ جو عادي نہ آهيان پر توهانجي عدم دلچسپيءَ کي ڏسي مان هڪ ڳالھ ضرور ورجائيندس تہ ٽنين قوت (مسلم ليگ) پنهنجي هٿ، هوڏ ۽ وڏائيءَ سميت رخصت ٿي چڪي آهي. جيڪو ٿيڻو هو سو ٿي چڪو. پراڻي طرز جي سياست ٿي چڪي. هينئر نئين نموني جي سياست تيار آهي، پر جي توهان جي دلين ۾ اڃا ڪي وسوسا موجود آهن ۽ توهان اڃا تبديل نہ ٿيا آهيو تہ پوءِ اها ٻي ڳالھ آهي. پر جي توهان تبديليءَ جي لاءِ تيار آهيو تہ پوءِ تواريخ مان پنهنجو نشان حاصل ڪريو ۽ پاڻ کي نئون بڻائي ڏيکاريو. توهان انقلاب جو هڪ مرحلو اڪريو آهي، پر هندستاني تواريخ ۾ انقلابي صفحا اڃا خالي آهن. توهان پنهنجي پاڻ کي ان قابل بڻائي سگهو ٿا تہ انهن خالي صفحن تي پاڻ ڪجھ لکي سگهو بشرطيڪ توهان اهو ڪم ڪرڻ لاءِ دلي طور آماده هجو.

منهنجا پيارو! تبديلين سان گڏ هلڻ سکو. اهو نہ چئو تہ اسان تبديليءَ لاءِ تيار نہ آهيون. آسمان جو سينئي ستارا روشني وڃائي ويهن پر سج تہ چمڪندو رهيو آهي. سج جي ڪرڻن کان ڪجھ روشني اڌاري وٺي پنهنجي منزل ڏانهن وک وڌايو.

مان توهان کي ائين نہ ٿو چوان تہ اقتدار جي مالڪن کا وفاداريءَ جو سرٽيفڪيٽ وٺي اچو نہ ئي ڪو توهان کي اها چاپلوسيءَ واري زندگي گذارڻ جي صلاح ٿو ڏيان جيڪا توهان انگريزن جي دور ۾ گذاري. مون توهان کي صرف اهو ياد پئي ڏيارڻ چاهيو تہ هندستان ۾ پنهنجي ڇوڏاري جيڪي نقش ۽ نگار توهان ڏسي رهيا آهيو سي توهان جي وڏڙن جون يادگار آهن. مهرباني ڪري انهن کي پنهنجي ذهنن تان نہ ميساريو. انهن کي ڇڏي نہ وڃو. انهن جا وارث ٿي هت رهو. مان توهان کي پورو يقين ڏياريان ٿو تہ جيستائين توهان پاڻ پڄڻ لاءِ تيار نہ آهيو تيستائين ڪوبہ توهان کي هتان نٿو پڄائي سگهي. اچو تہ گڏجي عهد ڪريون تہ هي وطن اسانجو آهي ۽ اسان هن وطن جا آهيون. يقين رکو تہ هن ملڪ جي تقدير جا بنيادي فيصلا اسان کانسوا اڻپورا هوندا.

اڄ توهان هنن هلڪن زميني جهٽڪن کان ڊڄو ٿا ۽ ڪڏهن توهانجو وجود خود هڪ زلزلو هو. اڄ توهان کي اونداهيءَ کان پوءِ ٿو ٿئي، ڪڏهن توهانجو هجڻ روشنين جو سبب هو! ڪڪرن مان گندو پاڻي ڇا وسيو، توهان پاڻ کي اُن پاڻيءَ کان بچائڻ لاءِ پنهنجا پاچا مٿي ڪري ڇڏيا. جنهن قوم جي باشندن بادشاهن جي گريبانن کان جهلي ڏوڙ ڪيو هو سي اڄ پنهنجن گريبانن کي جهليو وائڙانپ جو شڪار آهن.

منهنجي هيءَ تقري ختم ٿيڻ تي آهي، مونکي جيڪو چوڻو هو سو مان چئي چڪو آهيان. پر مختصراً هڪ ڀيرو ورجائڻ جي اجازت ڏيو م : پنهجن حواسن کي قابو ۾ رکو ۽ پنهنجي دنيا پاڻ اڏڻ سکو. دنيا ڪيئن ٺاهجي سا ڄاڻ ڪا بازار ۾ وڪامڻ وارو وکر ڪونهي جو توهان لاءِ

خريد ڪري اچان، اها شيءِ خود توهان جي دلين مان نڪرڻي آهي. جي ان کي خريدڻ چاهيو ٿا ته ان جوملهه پيو ڪجهه نه پر توهان جا سٺا عمل آهن. پنهجن سٺن عملن سان دنيا کي خريد ڪري اڏڻ شروع ڪريو.
شال خدا جون رحمتون توهان تي هجن.

ملان

نانگ ۽ وڇون هڪ سوراخ ۾ گڏ ٿي ويندا، پر دنيا پرست ملان ڪڏهن هڪ جڳهه تي گڏ ڪونه ٿيندا. ڪتن جو ٽولو هوندن ته خاموش هوندو آهي، پر جيئن ئي قاصائيءَ ڪو هڏو آڏو اڇلايو تيئن ئي ڪتن جا ڏند ۽ چنبا زهر آلود ٿي ويندا آهن. اهو ئي حال آهي هنن دنيا پرست ڪتن جو. سندن سرمايو ناز اهو حق جو علم نه آهي جيڪو ترقي کي ختم ڪري ٿو وڃن وانن جي جڳهه تي هڪ ئي صراطِ مستقيم هلڻ جو درس ڏئي ٿو. ان جي ابتڙ هنن جو علم جهيڙن ۽ اختلافن تي آڌاريل آهي، نفس پرستي ان جو خمير آهي ۽ دنيا پرستيءَ جي باهه ان نا پاڪ علم جي باهه کي وڌيڪ تيز ڪندي آهي. مولانا ابوالڪلام

## مولانا ابولڪلام آزاد چيو:

## پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ

هندستان جيتوڻيڪ آزادي حاصل ڪئي آهي، پر ان جو اتحاد باقي نه رهيو. پاڪستان نالي جا رياست وجود ۾ آئي آهي ان تي قابض طبقو اهو ئي آهي جيڪو انگريزن جو ڪيجهو ۽ پچ لٽڪائو هو. هن طبقي ۾ خلق جي خدمت ۽ قربانيءَ جو ڪو به عنصر ڪونهي، صرف ذاتي مفاد جي ڪري ئي عوام کي ٻوڙائيندا رهيا آهن.پاڪستان جي رياست ۾ عوم ۽ حڪمرانن جي وچ ۾ تمام وڏو ويڇو آهي. ليڊرن کي خبر آهي ته آزادائين چونڊن ۾ هو شڪست کائي ويندا، ان لاءِ چونڊون ڪرائڻ ئي ڪونه ٿا. پاڪستان ٺهڻ جو هڪ ئي نتيجو نڪتو آهي: ننڍي کنڊ جي مسلمانن جي حيثيت ويتر ڪمزور ٿي آهي. هنداستان ۾ رهجي ويل 5 ڪروڙ مسلمان ته ڪمزور ٿيا ئي ٿيا، خود پاڪستان ۾ ڪا مستحڪم حڪومت قائم ناهي ٿي سگهي ۽ نه ئي وري ان جا ڪي آثار نظر اچن ٿا.
ڇا پاڪستان جي ٺهڻ سان هندو-مسلم ڏقيڙ حل ٿي ويو؟ ڇا هي مسئلو اڳي کان وڌيڪ اُگرو نه ٿي ويو آهي؟ ورهاڱي جو بنياد ئي هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ڪدورت جي بنياد تي رکيو ويو.پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ان ڪدورت کي ته قانوني شڪل ملي وئي آهي ۽ ان جو حل هاڻي مشڪل ٿي ويو آهي. هي رياستون هڪ ٻي کي نفرت ۽ خوف جي نگاه سان ڏسن ٿيون.
پاڪستان سمجهي ٿو ته هندستان ان کي سک سان جيئڻ نه ڏيندو ۽ ان کي نابود ڪري ڇڏيندو.هندستان کي خوف آهي ته پاڪستان ڪنهن وقت به ان تي حملو ڪري سگهي ٿو. انڪري هي ملڪ خوف ۽ حراس تحت پنهنجا فوجي خرچ وڌائيندا ويندا ۽ معاشي ترقيءَ کان محروم ٿيندا ويندا.

## مولانا ابولڪلام آزاد چيو:

## پاڪستان جو مستقبل

شايد مسٽر جناح ۽ سندس ساٿين کي سُڌ ئي ڪانہ هئي تہ جاگرافيائي حالتون هنن لاءِ موافق ڪونهن. سڄي ننڍي کنڊ ۾ مسلمان اهريءَ ريت پکڙيل آهن جو هڪ علائقي ۾ سندن الڳ رياست جو قيام ممڪن ئي نہ هو. اوڀر پاڪستان ۽ اولهہ پاڪستان هڪ ٻئي سان ڳنڍيل بہ نہ آهن ۽ هتان جا رهاڪو . مذهب ڪانسواءِ هر لحاظ کان هڪ ٻئي کان مختلف آهن. اها ڳالهہ ڪرڻ تہ لساني، معاشي، جاگرافيائي حوالي کان هڪ ٻئي کان بنهہ مختلف علائقن کي صرف مذهبي بنياد تي متحد رکي سگهجي ٿو. خام خياليءَ ۽ خود فريبيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. ڪير توقع ڪري ٿو سگهي تہ اوڀر پاڪستان ۽ اولهہ پاڪستان جا اختلاف ختم ٿي ويندا ۽ هي ٻئي علائقا هڪ قوم بڻجي ويندا؟ خود اولهہ پاڪستان جي اندر سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان پنهنجي پنهنجي الڳ مفادن ۽ مقصدن لاءِ ڪوششون نہ ڪندا؟

## مولانا ابولڪلام آزاد چيو:

## انجام ڇا ٿيندو؟

توهان مادر وطن ڇڏي پڇي رهيا آهيو. توهان سوچيو آهي تہ ان جو انجام ڇا نڪرندو؟ هندستان ۾ وسندڙ مسلمان ڪمزور ٿي ويندا. هڪ وقت اهڙو بہ ايندو جو پاڪستان جا رهاڪو پنهنجن پنهنجن علائقن جي بنياد تي پنهنجي جدا شناخت جي لاءِ اٿي کڙا ٿيندا-بنگالي، پنجابي، سنڌي، بلوچ ۽ پٺاڻ پاڻ کي جدا قومون قرار ڏيندا. ان وقت توهان جي حالت ڪهڙي هوندي؟ پاڪستان ۾ ريءَ-سڌ مهمان جهڙي! هندو توهان جو مذهبي مخالف تہ ٿي سگهي ٿو، قومي ۽ وطني مخالف نہ! توهان ان شيءَ کي منهن ڏئي سگهو ٿا. پر پاڪستان ۾ توهان کي قومي ۽ وطني مخالفتن کي منهن ڏيڻو پوندو، ۽ اهڙيءَ مخالفت جي آڏو توهان بيوس ٿي ويندا.

يو.پيءَ کان پاڪستان لڏيندڙ مسلمانن سان خطاب (مارچ 1948)

اي ڪاش اِهو تون ڄاڻين ها
!آزاد هوا ڇا ٿيندي آ
اي ڪاش اِهو تون ڄاڻين ها
پرواهہ بنا پَرَ ڪٽڻ هوندا
آزاد فضا ڇا ٿيندي آ
اي ڪاش اِهو تو ڄاڻين ها
ڪلهہ رات پڪت سنگهہ ڦاسيءَ تي
!جو گيت اتورو ڳاتو هو
اي ڪاش اُهو تو پائين ها
جو هار هوائن ۾ لڏندي
ڪلهہ تانتيا ٽوپيءَ پاتو
تاريخ جي خوني گلين مان
هر وقت صدا ڪا ايندي آ

هر وقت لهوءَ جي لاٽن ڏي
ڪا توکي ڇڪ ڇڪيندي آ
جڻ لو ٻاٽر جي ڪا ڪولي
اڄ تائين توکي تاڙي ٿي
۽ تنهنجا تُنهنجي مقتل ڏي
جڻ پير اچانڪ لاڙي ٿي
تاريخ بکايل چيتي جئن
چوواٽي تي چنگهاڙي ٿي
اي ڪاش اِهو تون ڄاڻين ها
ڇا تن جي قيمت ٿيندي آ،
جنهن آزاديءَ جا گيت چيَا
!سا آزادي ڪِٿ نيندي آ
اي ڪاش اِهو تون ڄاڻين ها
شيخ اياز

# سنڌي هاري

ڪليڪٽر مسعود کدرپوش

3مارچ 1947 تي سنڌ حڪومت هارين جي حال جو پتو لڳائڻ لاءِ هڪ ڪميٽي ويهاري. ڪميٽي جنوري 1948 تائين مختلف حقيقتون گڏ ڪندي رهي. پر هارين جي حال تي ڪميٽيءَ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا. مسلم ليگ سرڪار پنهنجا منپسند ڪامورا ڪميٽيءَ ۾ ويهاري پنهنجي مرضيءَ جا نتيجا ڪڍرائڻ ٿي چاهيا. ڪميٽي دراصل هڪ ناٽڪ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه هئي. سرڪار انهن ماڻهن جي هٿ جن لاءِ مولانا آزاد چيو هو ته هي سدائين انگريزن جا پڇ لٽڪائو رهيا آهن. وڏيرن جي لٽ سردار ايوب کهڙي (ڏهوڪو وڏو وزير)کي هارين تي ڪهڙو ڪهڪاءُ اچي ٿي سگهيو؟ ڪمشنر مسعود کدرپوش ڪميٽيءَ سان اختلاف رکندي پنهنجو اختلافي نوٽ لکيو جنهن کي پڌ منظرِعام تي نه آندو ويو. هيٺ ان نوٽ جا ڪي ٽڪرا پيش ڪجن ٿا. سنڌ جي 80 سيڪڙو ماڻهن جي حياتي جا هٿي ۽ چا آهي، تنهن بابت آگاهي رکڻ لاءِ اوهان کي سموري اختلافي نوٽ جو مطالعو ڪرڻ گهرجي.

سنڌ جا هاري ڪنهن به ريت غلامن کان گهٽ نه آهن. هو هڪ اونداهي دور ۾ رهن ٿا. ونن ڪنهن به قسم جي سماجي، سياسي يا معاشي زندگيءَ جو ڪو تصور ڪونهي. سندن گهرج صرف هڪڙي آهي: ماني! ماني جنهن وسيلي هو پنهنجو وجود زنده رکي سگهن. سندن ٻيو ڪوبه مفاد نه آهي، جو ته حياتيءَ بابت سندن تصور ئي پڳل تتل آهي. هو سمجهن ٿا ته اهو سڀ سندن تقدير آهي. سندن گهر ڪچا آهن. جن ۾ هڪ يا ٻه ڪتون مس هونديو آهن.ڪجهه ٽڪر جا ٿانءَ، ڪجهه ڦاٽل رليون، ڪا سوڙ هڪ اڌ ڪاٽ جي پيتي، بس!

هاريءَ جو ڪٽنب پيڙهين کان زميندار جي پني ڪاهيندو اچي. ڪين خبر ئي نه هوندي آهي ته گهڻو وقت زميندار وٽ ترسي سگهندا. هاريءَ جي زندگيءَ ۾ فقط خوف هوندو آهي: جيل وڃڻ جو، زمين تان بي دخل ٿيڻ جو، زندگي ۽ زال کسجڻ جو. زميندار ڪاوڙ ۾ اچي ڪنهن به وقت هاريءَ کي بي دخل ڪري سگهي ٿو جنهن ڪري هاريءَ کي پنهنجو فصل اڌ ۾ ڇڏڻو ٿو پوي . چوپايو مال به زميندار ضبط ڪري سگهي ٿو. ممڪن آهي ته ڪيس ڪو الزام هٿي جيل اماڻيو وڃي، چوريءَ يا ڦُر جي ڪيس ۾ ڪيس ڪاٺ موڪليو وڃي.يا وري خون جي ڪيس ۾ قيد ڪرايو وڃي.

هڪ ڀيري ڪو هاري هڪ عورت کي پڃائي ويو ته زميندار سندس پاءُ کي گهرايو ۽ سندس ڏس پتو پڇيو. پاڻس جي انڃاڻائيءَ تي زماىندار ان کي وڻ تان ابتو ٽنگائي ايترو ماريو جو هو بيهوش ٿي ويو. سندس ٽيون پاءُ هن کي گهر کڻائي ويو.هاريءَ جي ماءُ روئيندي رهي ۽ ڪوشش ڪندي رهي ته ڪو سندس پٽ کي اسپتال کڻائي وڃي، پر زميندار گهر جي ٻاهران پهرو بيهاري ڇڏيو هو ته جيئن ڪو پوليس ۾ رپورٽ نه ڪري وڃي. چئن ڏينهن ڪانپوءِ هو هاري مري ويو ۽ زميندار جي ماڻهن هن جو لاش گهر ۾ ئي دفنائي ڇڏيو. پوڙهي ماءُ چرين وانگر روئيندي پٽيندي رهي ۽ ماڻهن کي دانهون ڏيندي رهي پر ڪنهن به هن جي نه ٻڌي. نيٺ هوءَ هڪ هندو ايس.ڊي.ايم وٽ دانهين ٿي جنهن سندس پٽ جو لاش ڪڍرايو ۽ زميندار جو ڏوهه ظاهر ٿيو. سندس وارنٽ به نڪتا پر زميندار شهر ڇڏي ڀڄي ويو. اهڙا ڪيس زميندار ۽ جاگيرداري نظام ۾ عام جام ٿين ٿا.پر عوام آڏو گهٽ ظاهر ٿيندا آهن.

زميندار ڪنهن ٻه وقت هاريءَ کي بيگر تي موڪلي سگهي ٿو. پنهنجي گهر جي تعمير، کوه کوٽڻ يا ٻئي ڪنهن معمولي ڪم لاءِ هو ڪنهن ب وقت هاري کي گهرائي سگهي ٿو. پنهنجي ڏاندن ۽ گهر ۽ هر سميت، زميندار جي زمين کي هر ڏئي، کيڙي يا زميندار جي خدمت ڪري؟ هاري هميشه زميندار جو غلام رهي ٿو ۽ هن کي انڪار ڪرڻ جا همت ئي ڪونه ٿيندي آهي. سهٺي ۽ ننڍي نيٺي زال هن لاءِ مستقل خوف جو سبب هوندي آهي. هاريءَ کي ڌمڪايو ويندو آهي ۽ جي هو آڻ نه مڃي ته سندس ونيءَ کي ڪٽيپيو ويندو آهي. کيس ڪيسن ۾ ڦاسائي جيل پيڙو ڪيو ويندو آهي، سندس اڪيلي زال کي مجبور ڪيو ويندو آڳي ته هوءَ زميندار جي حاضري ڀريندي رهي. جي زميندار کي ڪا ٻي واٽ ن سجهندي آهي ته هو هاريءَ کي مارائي ڇڏيندو آهي.اهڙي قسم جو ڏڪائيندڙ واقعو مونکي هڪ مائيءَ ٻڌايو جيڪا پنهنجي ماءُ سان گڏ هڪ سو ميل پنڌ ڪري مونکي پنهنجو دردناڪ قصو ٻڌائڻ آئي هئي. هن جو مڙس گم ٿي ويو ۽ ماڻس ڪنهن جي واٽان پتو هو ته هن کي زميندار جي ماڻهن ماري ڇڏيو هو. واقعو هيئن هو جو وڏيري جي نيت قتل ڪيل هاريءَ جي زال تي خراب ٿي جنهن تي هاريءَ کي ڪاوڙ لڳي. وڏيري هاريءَ کي ٻني تان تڙي ڇڏيو ۽ هو هاري ڳوٺ ۾ ٻي گهر ۾ رهڻ لڳو. هڪ ڏينهن هو مال چارڻ ويو ته واپس نه وريو. وڏيري سندس زال کي نياپو مڪو، ته 'هاڻي تنهنجو مڙس ختم ٿي ويو آهي. اجا ٻه منهنجي سُريت نه ٿيندينءَ'.

چونڊون غريب هارين لاءِ عذاب هونديون آهن. اميدوار کين مختلف پاسن ڏانهن ڇڪڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جنهن زميندار کي ڪنهن ٽيڪي، ڏوڪڙ يا ڪو ٻيو آسرو هوندو آڳي ته هو هارين کي گهرائي ڌمڪائيندو آهي ته سندس اميدوار کي ووٽ ڪيو وڃي. جي نتيجا وڏيري جي اميدوار جي مخالفت ۾ آيا ته هارين لاءِ غذاب شروع ٿي ويندوآهي. مختلف حيلن سان کين تنگ ڪيو ويندو آهي. ڪنهن هاريءَ جي مجال آهي جو وڏيري جي پيرين نه پوي! جيئن ئي وڏيرو زمينن ۾ داخل ٿيندو آهي ته هاري ۽ سندس گهر ڀاتي وڏيري کي پيرين پوندا آهن. هاري اهو ان ڪري نه ڪندا آهن جو هو دل سان وڏيري جي عزت ڪندا آهن، پر هو وڏيري کي اهو ڏيکارڻ چاهيندا اهن ته هو سندس نماڻي مخلوق آهن. انسان، انسان سان ڇا نه ڪيو آهي! ان کان وڌيڪ بي وسيءَ جي ڪا ٻي حد ٻه هوندي جو هڪ هاري ۽ هن جا ٻار زميندار اڏو جهڪي سندس پيرين پون!

پير ۽ مولوي جيڪي زميندار جا دوست هوندا آهن اهي هاريءَ کي تقدير جو ٻڌائي ڪوڙو دلاسو ڏيندا آهن ته خدا طرفان ئي کين گهٽ درجو مليل آهي. هاري سرڪار جي ادنيٰ ملازمن: پٽيوالي، سپاهي، تپيدار، ڪوتوار جي هٿان هيسايا ويندا آهن جيڪي کين ڪچيون گاريون ڏيڻ کان ٻه نه مڙندا آهن.

جڏهن فصل تيار ٿيندو آهي تڏهن ڪمدار ايندو آهي ۽ حڪم ڪندو آهي ته فصل کي وڏيري جي ديري تي رکيو وڃي. هاري پنهنجي تيار ڪيل فصل کي نراسائيءَ سان ڏسندو آهي جو کيس خبر هوندي آهي ته سچو فصل زميندار ڏانهن ويندو ۽ کيس ڪي ٽوڙو ئي ملندو. هو ان بکايل ماڻهوءَ وانگر آهي جيڪو وڏين تڪليفن کانپوءِ کاڌو تيار ڪري پاڻ نه کائي ، پنهنجي آقا کي پهچائيندو آهي. لکت ۾ زميندار ۽ هاريءَ جو حصو اڌو اڌ آهي پر ٻنهيءَ ڪندڙ زميندار جو ايجنٽ مختلف ڪٽون ڇاٽائي هاريءَ لاءِ ايترو ڇڏيندو آهي جيڪو سندس بکايل ٻارن لاءِ

ناڪافي هوندو آهي. نائو ڪمائيندڙ فصلن جي بٽئيءَ جو تہ سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي جو اهي فصل زميندار وٽ پراڻن قرضن عيوض اڳي ئي گروي پيل هوندا آهن.

جاگيردار پنهنجي جاگير ۾ سردار هوندو آهي ۽ نوڪرن جي هڪ فوج رکندو آهي. پلا گهوڙا، ڪتا، ڳئون ۽ مينهون رکندو آهي. هن وٽ هٿيارن جو وڏو تعداد هوندو آهي، هر سال شڪار تي ڪيترائي پئسا خرچ ڪندو آهي. نمائش جو شوقين هئڻ ڪري مهانگيون گاڏيون رکندو آهي. سندس جنسي خواهشون اڻ-کُٽ آهن، عورتن جو شوقين هوندو آهن، وٽس ڪيتريون ئي سُريتون هونديون آهن. جنسي خواهش ۾ حد کان وڌيڪ مبتلا هئڻ ڪري ڪشتن کائڻ تي دل کولي پئسا خرچ ڪندو آهي. ناچ گانو تہ سندس روزاني زندگيءَ جو حصو آهي ۽ ناچو چوڪرين تي بہ دولت گهور ڪندو آهي. آفيسرن کي خوش ڪرڻ لاءِ دعوتون ڪندو آهي تہ جيئن سندس شاهاڻي زندگيءَ جي ڌاڪ پوي ۽ مخالف زميندار تي رعب پوي. شراب جو عادي هوندو آهي، وسڪيءَ جون مهانگيون بوتلون هر رات محفلن ۾ خالي ٿينديون آهن. آفيم، چرس ۽ ڀنگ جو ڪوڏيو هوندو آهي. اهي عياشيون سندس کيسي تي وڏو بار هونديون آهن ڇاڪاڻ جو سندس جائز ڪمائي ايتري ناهي هوندي جو انهن جو پورائو ڪري سگهي. ان ڪري خرچن جو پورائو ناجائز ذريعن سان ڪندو آهي. هارين تي ناجائز ٽيڪس ۽ آبيانا مڙهيندو آهي، پاٿاريون رکندو آهي، چورن ۽ ڌاڙيلن کي پناه ڏيندو آهي. پاٿاريدارن جو سرپرست وري ڪو ڳڙنگ زميندار هوندو آهي جيڪو حڪومت کان ڪو خطاب يا عزت ماڻيندو رهندو آهي. سڀن کي سندس ڌنڌي جو خبر هوندي آهي پر ڪو بہ روڪ ٽوڪ نہ ڪندو آٿس، پوليس پارن مڪمل تحفظ مليل هوندو آٿس. هڪ زميندار جون ٻين زميندارن سان دشمنيون پڻ هونديون آهن، ان لاءِ کيس طاقت جو مظاهرو ڪرڻو پوندو آهي. ڌاڙيل رکڻا پوندا آٿس تہ جيئن علائقي ۾ سندس ڌهڪاءُ پکڙجي. بدمعاش سندس چرچ تي چوريون ۽ ڌاڙا هڻندا آهن. جيترا گهڻا ڌاڙيل هوندس اوترو دٻدٻو هوندس. مخالفن جو مال چوري ڪرائيندو آهي، يا سندس خوبصورت عورت اغوا ڪرائيندو آهي ۽ انهن جهڳڙن جو نشانو غريب هاري ئي ٿيندا آهن.

حد جي صوبيدار کي ڀِل وٺڻ لاءِ ان کي وسڪيءَ جون بوتلون ۽ سندس جنسي ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ عياشيءَ جو سامان مهيا ڪري ڏيندو آهي. چوري ۽ ڌاڙي جي مال مان صوبيدار کي حصو پتي ڏيندو آهي جنهن ڪري صوبيدار سندس ڏوهن جي پرده پوشي ڪندو آهي. سندس ڌاڙيلن کي تحفظ ڏيندو آهي. جيڪڏهن ڪو سرڪاري آپريشن ٿيڻو هوندو آهي تہ ب کين بروقت آگاهي ڏني ويندي آهي. وري صوبيدار تي ڪو ڏکيو ڏينهن ايندو آهي تہ زميندار سندس پرگهور لهندو آهي. ان لاءِ زميندار ايس-پيءَ، ڊي. ايس.پيءَ سان تعلقات ٺاهيندو آهي. ساڳئيءَ طرح ٻين آفيسرن: روينيو، پبلڪ ورڪس وغيره کي پڻ خراب ڪندو آهي، سندن اعتماد حاصل ڪندو آهي. آفيسرن تي رعب رکڻ لاءِ وزيرن سان سنگت رکڻ جو ڪوشش ڪندو آهي، ۽ ندن دعوتون ڪندو آهي. اهڙي ريت آفيسرن کي باور ڪرائيندو آهي تہ ڪنهن بہ وقت بہ ندن بدلي ڪرائي سگهي ٿو. ان نموني زميندارانتطاميہ تي پنهنجو اثر مضبوط ڪندو آهي.

زميندار جا ڳرا خرچ : نوڪر چاڪر، نوڪريائيون، سُريتون، مال گهوڙا، لاتعداد مهمان، مهانگيون سماجي ۽ مذهبي تقريبون، آفيسرن جون دعوتون ۽ رشوتون تيستائين پوريون نہ ٿيون

ٿي سگهن جيسٽائين هو هارين جو شديد استحصال نہ ڪري. هن کي ٻي ڪنهن شيءِ جو خوف نہ هوندو آهي، اهو قانون ۾ انقاف جنهن کي هو خريد ڪري ڇڏيندو آهي، بدعنوان ڪندو آهي، پنهنجي ناجائز ڪمائي جو هڪ وڏو حصو آفيسرن کي رشوت طور ڏئي ڇڏيندو آهي.
زميندار جبر، ڏاڍ ۽ اُره زورائيءَ سان ڏوھ ڪرائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو آهي. جڏهن پڪڙيو آهي تہ پنهُنجي بچاءَ تي تمام گهڻو خرچ ڪندو آهي. منجسٽريٽ کي بہ خريد ڪندو آهي، ويندي ننڍي اسٽاف کي بہ نہ ساريندو آهي. پنسو پاڻيءَ جيان وهائي، آزاد ٿي تہ وڏي استقبال سان واپس ويندو آهي. ڪورٽ ۽ قانون هن لاءِ مشڪري بڻجي ويندا آهن. سچيءَ راند ۾ غريب هارين کي ڪينهوڙي وانگر هيڏانهن هوڏانهن ٿڏيو ويندو آهي.

مولانا ابوالڪلام آزاد چيو:

مذهب جا دڪاندار

مذهب جي دڪاندارن جهل، تقليد ۽ تعصب پرستيءَ جو نالو مذهب رکي ڇڏيو آهي. نہ مدرسي ۾ علم آهي، نہ محرابِ مسجد ۾ اخلاص- ۽ نہ وري مئہ ڪدي ۾ پاڪباز رند آهن. سچ ۽ حق جا گولائو انهن ملائن کان الڳ آهن ۽ انهن سيني کان پناه ٿا گهرن، جو سندن راه ٿي بي آهي.

!اسان جي ڀُٽاسين سفر ۾ او ساٿي
تہ ماٺيندا منزل پنهنجا ڊول ڀاٽي

اسان جو جڏهن خون خوشبو ٿي ايندو،
تہ ويڙها وطن جا بہ واسي ڇڏيندو،
جڏهن ٻارڙي ڪنهن ڪني ٻولي ٻاٽي،
تہ ماٺيندا منزل پنهنجا ڊول ڀاٽي،

اسانجون مي ٻانهون، اسان جون نگاهون،
ازل کان لوچين ٿيون اهڙيون راهون،
انهيءَ ڪرت ۾ جي ڪسي وڃاسين ڪاٽي،
تہ ماٺيندا منزل پنهنجا ڊول ڀاٽي

جڏهن مهنجا جهانگي، نہ جهوريءَ ۾ جهُرندا،
ٻري ۾ نہ ٻڪرار جا ٻار ٻرندا،
سُڪي سڪتي ٿيندي نہ جيجل جي ڇاتي،
تہ ماٺيندا منزل پنهنجا ڊول ڀاٽي،

جڏهن وڏ ڦلور ڪو ولهارن تي وسندو،
مٿان ٻارڪر جي ٻورهارن تي وسندو،
نہ رهندي ڪا مارئي، مارن لاءِ آتي،
تہ ماٺيندا منزل پنهنجا ڊول ڀاٽي

!اسان جي ڀُٽاسين سفر ۾ او ساٿي
تہ ماٺيندا منزل پنهنجا ڊول ڀاٽي

آڪاش انصاري

## ڪارل مارڪس :5 مئي 1818-14 مارچ 1883

مارڪس جي باري ۾ عام مائڻن مارڪس جي دشمن جي 'واتان' جيترو ٻڌو آهي اوترو شايد مارڪس جي پنهنجي 'واتان' نه ٻڌو ائون. مارڪس لاءِ هڪ مشهور فرينچ فيلسوف سارتر چيو هو، 'هن دور جو فيلسوف مارڪس ئي آهي، اسان نه ڇڙو ننڍڙا نظريه دان آهيون'. سارتر وڌيڪ چيو، 'مارڪس سرمايداري سماج تي جيڪا تنقيد ڪئي آهي تنهن تنقيد کي سرمايداريت ختم ڪرڻ کانسواءِ ٽوڙ اڪري سگهجي'. دنيا ۾ صرف ٻه مفڪر اهڙا آهن جن جي فڪر جي سڀ کان وڌيڪ مخالفت ۽ حمايت ٿي آهي: ڊارون ۽ مارڪس. نون پڙهندڙن کي مارڪس جي ڪتابڙي 'ڪميونسٽ پڌرنامو' کان مارڪس کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي شروعات ڪرڻ گهرجي ڇو ته سماجي سائنس کي مارڪس کي پڙهڻ کانسواءِ سمجهي ئي نٿو سگهجي. مارڪس صرف جر.. جو نه پر سموري دنيا جي انقلابن جو مفڪر آهي



Arbeiter der Welt! Vereinigen.

دنيا جا پورهيتو! هڪ ٿيو.

Philosoph haben die Welt nur verschieden interpretiert, das Problem ist jedoch, sie zu verändern.

فيلسوفن هن وقت تائين رڳو دنيا جون مختلف تشريحون پيش ڪيون آهن، جڏهن ته اصل مسئلو انکي تبديل ڪرڻ آهي.

Eine nation kann nicht frei werden und gleichzeitig weiterhin andere nationen zu unterdrücken.

هڪ قوم جيڪا ٻي قوم جو استحصال ڪري ٿي سان پاڻ به ڪڏهن آزاد نٿي ٿي سگهي.

Der Schriftsteller muss Geld verdienen, um leben zu können und zu schreiben, aber er darf auf keinen Fall leben und schreiben für den zweck des Geldverdienens.

هڪ ليکڪ کي جيئرو رهڻ ۽ لکي سگهڻ لاءِ پئسو ڪمائڻ گهرجي پر ڪيس صرف پئسو ڪمائڻ لاءِ جيئڻ ۽ لکڻ نه گهرجي.

Die Theorie des Kommunismus kann aufsummiert werden in einem Satz: Abschaffung aller privaten Eigentums

ڪميونزم جي مختصر وصف هيءَ آهي: ذاتي ملڪيت جو مڪمل خاتمو!

Der mensch macht die religion, die religion macht nicht den menschen.

ماڻهوءَ مذهب ٺاهيو آ، مذهب ماڻهوءَ کي ناهي ٺاهيو!

Die Vernunft hat immer existiert, aber nicht immer in angemessener Form

عقل هر دور ۾ رهيو آهي، پر عقل هر دور ۾ عملي شڪل ۾ ناهي رهيو!

Die reichen werden alles für die armen zu tun, sondern steigen sie den rücken.

امير غريبن لاءِ سڀ ڪجهه ڪندا، پر غريبن جي پٺن تان لهندا ڪونه'

Freiheit ist das Bewußtsein der Notwendigkeit

آزادي لازميت جي وويڪ جو نالو آهي

---


ڪنوينر : شفقت قادري

سيڪريٽري : اويس شاه

مالياتي سيڪريٽري : پرويز سولنگي

سرڪيوليشن : اديب رڪ

رابطو:

**freethinkershyd@gmail.com**

http://www.facebook.com/freethinkersforum